

# پيار جو آئينو

( ناول )

وشنو ڀاٽيا

# پيار جو آئينو

(سماجڪ ناول)


ليکڪ:

وشنو ڀاٽيا






ڇاپو ٻهراون

فيبروري ١٨٤

قيمت:

سادو پنو ٤ رپيا

اڇو پنو ٥ رپيا

سمپادڪ:

شيام راهر ڪياڏي

ڪويتا ساهت مالا

ڪرشنا ڀون، سهجپور ٻوگها،

احمدآباد - ٣٨٢٣٤٥.

# سمپادڪ جي قلم مان

ڪويتا ساهت مالها طرفان گذريل سال ۱۹۸۰ ۾
انڪل ۱۵ کن ڪتاب ظاهر ٿيا آهن. هن سال پڻ ايترا
۽ وڌ ۾ وڌ ظاهر ڪرڻ جي چاهنا آهي.

شري وشنو ڀاٽيا جو هيءُ ناول "پيار جو آئينو"
اڪيل ڪيتري وقت کان پيل هو پر جڏهن پبلشرن وٽ
پيل هو اهي پبلشر الائي ڇو هي سٺو ۽ وڻندڙ ناول
ڇپائي نه سگهيا. اڄ اسان توهان پاٺڪن جي اڳيان رکي
رهيا آهيون. ناول پڙهي توهان جا راءِ ليکڪ جي همت
افزائي ڪندا پهچجن وارن کان اسان کي پڻ ليکڪ کي
واقف ڪندا اسان توهان جي راءِ جو سواگت ڪنداسين
"ڪويتا ساهت مالها" هميشه اهائي ڪوشش ڪندي
رهي آهي ته نون ۽ جهونن ليکڪن جا ڪتاب جهڙوڪ
ناول، ڪهاڻين جا ڪويتائون جا ۽ ناٽڪن جا مجموعا
توهان پاٺڪن اڳيان پيش ڪرڻ ۽ توهان پاٺڪن مان
اسان اهائي اميد رکي سگهون ٿا ته ڪتاب خريد ڪري
سنڌي ساهت کي سهڪار ڏيو.

شيوا ۾: شيام رام رکياڻي




# شڪرگذاري....

منهنجي "راتڙي ٻار لڳي" ڇپجڻ بعد ٻيو ناول لکيو هو. مون کيس "پيار جو آئينو" ناول جو دستخط ڏنو. هن صاحب ان سالن تائين ڇپجڻ جو ڪو ارادو نه ڏيکاريو. نيٺ دستخط کانئس وٺي ڪيرت مهرچندائي جي حوالي ڪيم. جنهن ڇهه سال ٻاڻ وٽ رکيو ۽ ڇپائڻ جي تڪليف گوارا نه ڪئي. ۽ نه ئي منهنجي، رمانيٽرس جو ڪو رد عمل ڏنو.

اڄ سنڌي ساهت ۾ شيام راهرڪيائي جهڙو پبلشر نه هجي ها ته "پيار جو آئينو" ناول جو ڇپجڻ ممڪن نه ٿئي ها. ان لاءِ جيڪڏهن مان سندس ٿورا نه مڃيندس ته احسان فرامرش ليکبس ۽ ايندس شيام جون شيوانون سنڌي ساهت کان ڳجهيون ڪونهن. ان لاءِ جيترو لکجي اهو نا ڪافي ثابت ٿيندو.

— وشنو ڀاٽيا

١٥ جنوري ٨١

# وشنو ڀاٽيا جو ڇپيل ٻيو ساهت

## ڪهاڻين جا مجموعا



## ناول



## مضمون

## ١ —

"هي شهر ٻڙ آهي. بي رحم آهي. ظالم آهي. هن
شهر جي سختيءَ هيٺ اسانجون ڀاونائون ڪچلجي
ٿيون، چڪناچور ٿي ويئون آهن. اسانجا سپنا ڇپيانجي
ناس ٿي ويا آهن. هن شهر کي ڇڏي ٻئي وڃجي به ته
ڪٿي؟ شهر ڪڏهن پاڻهن ۾ ٻئي پيار ڪري ٿو. ته
لڳيم ٿو، زندگي جيئڻ جي قابل آهي. ڪڏهن وري
لڳ هٽي هي شهر ڪيراڻي ٿو وجهي، مٿهن پر. ته لڳيم
ٿو، ته زندگي ۾ جيئڻ لاءِ رکيو ٿي ڇا آهي؟" سنجيءَ
جون ڀاونائون ظاهطي ۾ ٿي نڪتي آهون. هوءَ جڻ ٻرندو وهنو
هو. ڇولندو رهيو، "نراشا جي انتها ۾ آپگهات ڪرڻ
تي دل ٿيندي آهي. پر آپگهات جا ظلمي منظر نظر ۾
گهمندي ٿي آپگهات کي مهمل ڪرڻو پوندو آهي. شايد
زندگي جي ٻڪڙ حاوي هئڻ سبب موت کي نيندي ڏهڻ
جي اڇا ا. ٿيندي آهي. زندگي ڇا آهين لــون؟ هي
شهر ڇا آهين، ٿون؟ توهان ٻڌهي اسانجو جيئڻ حــرام
ڪري ڇڏيو آهي." ڇئي سنجيءَ چپ ٿي وئي.

الي ولن ڳاڻڻ لڳو- ساڻ ٻوش سان ٻوُمت کي

۽ چمڪائيندو رهيو.

... ٿوري هئين ڪيا ڏهاڙي زندگي.
مانگي خوشيان، لا ملا موت ٻـي.

ڳائڻ ختم ڪندي رتن چيو، ”اڄ ڪلاڪ کان بوٽ چمڪائيندو آهيان. پر بوٽ تي چمڪ اچي ئي ڪونهي. ڇا ته بوٽ جو چمڙو خراب آهي يا وري پالش اڄ ڪلهه ته شيءِ تي ڀروسو ڪونهي. ملاوٽ جو يُگ آهي، ملاوٽ جو يُگ!

منير احمد چيو، ”پالش ڪرڻ به هڪ ڪلا آهي، هڪ آرٽ آهي. هنر آهي. پالش سان اهڙي چمڪ اچڻ گهرجي؟ جڻ آئينو هجي. ماڻهو چهرو به ڏسي سگهي. پالش توکان نه ٿي رهي آهي ۽ ڏوهه تون زماني کي ڏئي رهيو آهين؟“

رتن چيو، ٿورو بي عزتي محسوس ڪندي، ”نه انسان کي سنجيءَ سان سهمت ٿيڻ گهرجي؟ ڏوهه نه زماني جو، نه تنهنجو، نه منهنجو آهي. سڄو ڏوهه هن شهر جو آهي، هن زندگيءَ جو آهي.“

سنجيءَ چيو، ”زندگيءَ جو مزاج ڪهڙو چالو آهي؟ زندگي ڪڏهن خوب بدصورت ٿي لڳي. ۽ ڪڏهن خوبصورت ٿي لڳي. ڪڏهن زندگي تمام هئين ئي ٻٽجي وڃي. ڪڏهن وري زندگي ڪٽجي ئي نٿي ڪٽجي.“

رتن سنجيءَ جي ڳالهه تي ويهندي چيو، ”اهي تماشا

جون ڳالهيون نہ ڪر. ٻڌاءِ! توکي تڪليف ڇا جي آهي؟ اسين تنهنجا دوست آهيون. شايد تنهنجي ڪا مدد ڪري سگهون."

سنڌيءَ سگريٽ ڪيس مان سگريٽ ڪڍي ڏيکاريو. چيائين، "توهان منهنجي ڪهڙي مدد ڪندا؟"

وڏن سنڌس ڪلهي تي هٿ رکي چيو، "ها هروڀرو ايترو نراس نہ ٿي. آخر جيڪڏهن تون اسان سان پنهنجي دل جو حال اوريندين، تہ پوءِ اسان تنهنجي مدد ڪري سگهنداسين."

سنڌيءَ دونهون اڏائيندو دير تائين دونهين کي تڪيندو رهيو. پوءِ وڏن جي اکين ۾ اکيون پائي پڇيائين، "تون منهنجي ڪهڙي مدد ڪندين؟"

"ضرور ڪندس" پنهنجائپ سان وڏن چيو.

"ڏس مون کي وچ ۾ نہ ڪٽ. مون کي ڳالهائڻ ڏي. ان بعد پڇج تہ مون کي مدد ڪرڻ جي تون ڪوشش ڪندين يا نہ؟ ٺيڪ آهي؟ تون ڪو جواب ڇو نٿو ڏين"

وڏن کي چپ چاپ ويٺو ڏسي سنڌيءَ چيو.

"تو ٺيڪ نہ چيو تہ مون کي وچ ۾ ڳالهائڻو ڪونهي."

"ٺيڪ آهي. هر جتي مان توکان پڇان ٿو اتي توکي ضرور جواب ڏيڻو آهي. ڇا سمجهئين؟"

"سمجهيم."

"ٺيڪ آهي. توکي تہ ڄاڻ آهي تہ مان هن شهر ۾

ڇو آهيو هئس؟ ياد اٿئي؟"

"بلڪل چڱي طرح. جناب هيرو ٺهڻ آيو هو."

"۽ هاڻ هڪ فئڪٽري ۾ اسٽور ڪيپر آهيان."

ولن کيس ٽوڪيندي چيو، "ظاهر آهي تو ۾ ٽيلينٽ نه هوندو. تو جهڙا هزارين جوان هر روز گهران ڀڄي بمبئي ۾ هيرو ٺهڻ لاءِ اچن ٿا. پنهنجو سڀ ڪجهه لٽائي بمبئي جا رستا آباد ڪري رهيا آهن. ۽ پاڻ کي سمجهي ننڍيون وڏيون نوڪريون يا ڪم ڪار ڪندي ذهن ۾ سپنا پالي جي رهيا آهن. جيڪي سپنا ڪين ڪٿي به نٿا وٺي وڃن."

هن ٿيري سنجيده ٿي ڪاوڙجي چيو، "ڇا سپنا پالڻ گناهه آهي؟ نه هيءَ دنيا به هڪ گناهه آهي. ڇو جو سرشٽيءَ جو نرماڻ ڪرڻ وقت ڀڳوان به هڪ سپنو ڏٺو هو. ۽ ان سپني جي تبديل هن دنيا جي روپ ۾ ڪئي. پوءِ سپنا ڏسڻ گناهه ڇو آهن؟ سپنا ڏسڻ غلط ڇو آهن؟"

ولن چيو، "سپنا پالڻ کان اڳ پنهنجي اوقات نه وسارڻ گهرجي."

سنجيو بگڙيل نوع ۾ چيو، "اوقات ڇا ٿيندي آهي؟ دليپ ڪمار جا ابا ڏاڏا ڀاڄي وڪڻندا هئا. جيتيندر هيرو ٺهڻ کان اڳ نقلي زيور وڪڻندو هو. ڌرميندر جاٽ هو. راجيندر اسسٽنٽ هو. سنيل دت ريڊيو اناؤنسر هو. راجيش کنا مون جهڙان اسٽيج آرٽسٽ هو. ۽ هاڻ

جيڪڏهن توکي انگلينڊ گهرجي آهي ته هن سوامي-ءَ
کان سکُ!"

سنجيه فخر وچان چيو "مونکي انگلينڊ سکڻ لاءِ
ڪنهن جي محتاج رهڻو نه پوندو ڇاڪاڻ ته... آءٌ اتي
پاڻ وڃان انگلنڊ."

وڏن چيو "پاڻ ۾ اوور ڪانفيڊنس رکڻ چڱي ڳالهه
ناهي." ۽ چئي کيس چيڙائڻ لڳو.

سنجيه چيو، "ممي چوندي آهي ته مان جڏهن چاهيان
ته کائيندو ۽ روئيندو آهيان هئس، جو نرسون چونديون هيون
ته وڏو ٿي مان انگلنڊ ويندس."

"۽ تو اها ڳالهه پڌي ڪٿي پڙهي ڪئي؟ انهن؟" چيڙائڻ
جو نسوع پورار رکندي وڏن چيو، "هرڪو ٻار کائيندو ۽
روئيندو آهي."

"پر منهنجي ڪلاس ۾ وڏن جي ادائن ۾ پيدا ٿيو. جو
نرسون مون کي ڏسندي ٿي ڪلي ڪيرون ٿينديون هيون."

وڏن جي چيڙائڻ وارو موڊ اڄ جاري هو. "۽ ان
سرٽيفڪيٽ جي آڌار تي تون خود کي انگلنڊ سمجهي رهيو
آهين؟" انهن شوڙا جي ۽ حد ٿيندي آهي."

هن پوري پارٽيءَ کان پاهر نڪرندي سنجيه چيو،
"توهان ته گڏهه دماغ آهيو."

وڏن کيس ٽوڪيندي چيو، "لڳي ٿو، ضرور ڪافي
عرصو تنهنجي گڏهن جي وچ پرورش ٿي آهي؟"

منير احمد چيو، "ٻو آر ڪرسنٽ ليڊي آن دي ارٿ."

آنٽي گونگي ٻوڙي ڪانٽي وٽ ويٺي هٿ سان اشارو ڪندي پڇيو، "تون ٺيڪ آهين نه؟"

اشارن کي سمجهي گونگي ٻوڙي ڪانٽي ڪمار ڪنڌ لوڏيو.

آنٽيءَ چيو، "ٻڌو، ڪانٽي ڪمار کي هن روم ۾ توهان سڀني ۾ هڪ ٻي جيڪمئن آهي. توهان واڪر نه سڄو ڏينهن ٻڪ ٻڪ ٿو ڪري نه ٻي ٻڪ ٻڪ ٿو ٻڌي."

ولن آنٽيءَ کي پڇڙائڻ لاءِ چيو، "آنٽي توکي ڪين ٿي گونگا ٻوڙا جيڪي شڪايت به نه ڪري سگهن. نه ٿل ۾ پاڻي ڪرنهي. جانورن ۾ لوڙ ڪرنهي. پاڇين ۾ مرچ ڪرنهن. ان ڪري ڪانٽي ڪمار سٺو آهي چاڪاڻ ته هو ڪاهه شڪايت نٿو ڪري."

"ڇو ڙي؟ تو وري مهڏجي اڳيان زبان کولي؟ مسٽر ولن ڪمار! آنٽيءَ لاءِ جيڪڏهن تو وٽ شڪايتون آهن ته بلاشڪ هتان هليو وڃ. وڃين ڇو نٿو؟ توکي ڪهڙو روڪيو آهي؟ ڇرندا ڪرنهن، پلانيءَ جو زمانو ڪرنهي؟"

منير احمد چيو، "آنٽي تون اسان تي احسان ڇو نٿي ڪرين؟ اسان پنهنجا ڏينهن ٽا. جڏهن تون ان جي بدلي رهڻ لاءِ چيٽ ۾ ڪانڻ لاءِ پاروتو ڪاڏو تي ڏين. صبح

جو ڇانوَ ڇا هوندي آهي، جڏهن زهر جو ٻوٽو. مڇهس
ڪير جو نه ناهو ٿي ڪري. هوندو آهي."

آنٽي ڪاوڙجندي چيو، "ڪجهه دنياداريءَ جي
خبر به اٿو؟ ڪٿي ڇهن رپئي ڪلو آهي. ڪير ڇار رپيا
لٽر. گئاسليٽ نه ملي ٿي اٿو ڪٿي ڪي ڇانورون لاءِ
لمبيون لمبيون قطارون ٿيون لڳنديون اٿن. ٻوءِ مهڍجي
هٿ جو لٽو وٺڻو نه وڃي هوندن ۾ ڪانو. توهان کي
ڪجهه معلوم ڪٿي آهي؟ روز جا ٻئج رپيا ڪاڌي جا
ٿا ڏيو. ۽ مان سائين توهان کي ڇپي ڪري، سا ٻي
پاڻيمت. گوشت ڪيئن سو به ٻيگل. نيرون ٿئي اندا ڪين.
انڊو به اڄڪلهه ست پئسن کان گهٽ ڪونهي. هاڻي
ايتري مهني ڪاٽ ٻچن رپئي روز ۾ ڪاڌو نه ملندو.
ان لاءِ توهان کي روز اٺ رپيا ڏيڻا پوندا. ورنه هڪڙو
نه وهو نه نه نيڙ ڪٿو."

"اوه! آنٽي تون نه ڪاوڙجي ٿي وڃين. ٻارن جو
ڇورو ڇا دل ۾ ڪجهه آهي؟"

"توهان ٻار آهيو؟ هيڏيون وڏيون ٽوڪون ۽ ڇوڪرون
وڪر ٿا. اوهان اوڏان ٿا ڪريون؟"

ولن چيو، "آنٽي هاڻي غصي کي ٿڪي ڇڏيو. ڇا
رکيو آهي غصي ۾؟ اسان جي پياري آنٽي."

آنٽي ولسن کي ٻڌان ڏ ڪندي چيو، "خبردار
شيطانو! هاڻ مون کي مسڪو نه هڻو. جيترو مان توهان

سان نرم ملان ٿي، اولاهون ٿي مٿي ٿي ليٽون ڳا هٿڙ."

سنجهه، آنٽيءَ کي ٻڌائيندي چيو، "آنٽي غصي ۾ توهان ڪيتري نه، خوبصورت لڳي رهي آهيو. جهڙي گاب بس!"

"ٺيڪ پيارا ٿي. اها فلمي ڊائلاگ، وڃي پهنجي گرل فرينڊ کي ٻڌاءِ. ان بعد ڪنهن به مهنجي خلاف جيڪڏهن زبان کولي آهي ته مان ان کي برابر ڪندس. ڇا سمجهيو؟"

منير احمد چيو، "هيلو آنٽي."

آنٽي ٿڌو وچان چيو، "ان هيلو آنٽي کي ته ياد ڪندا. مان نه هجان ها ته توهان در در جا ڀڪاري هجو ها. هتي ته سڀ هٿ تريءَ تي تيار مليو ٿو. اڄڪلهه توهان ڪاٺي مسمس ٿيا آهيو. نه ته مان ڄاڻان نٿي ته ٻين لاجنگ بورڊنگ ۾ ڪيترو نه هاءِ چارجس آهن؟ مانيڪل لاجنگ بورڊنگ جهڙي جڳهه سڄي امنٽي ۾ ڪونهي. سسٽي ۽ سٺي سروس."

سنجهه چيو، "لهنجي هوٽل اڳيان ته تاجمحل هوٽل به ڪجهه ڪونهي. تو ته اسان لاءِ تاجمحل هوٽل جا سڪ ميسر ڪيا آهن. فقط ڪجهه ڪميون آهن. جن کي چاهيون ته دور ڪري سگهون ٿي."

"ڪهڙيون؟" معصوميت سان آنٽيءَ پڇيو.

"فقط بسترن ۾ مڪوڙ آهن. چادرون مهني کان ڌوئل

ڪ کي ڏسي وٺندو هئس. توهان سمجهو ٿا نا؟ مان هڪ
وهان جي لوڪرياڻي آهيان؟ توهان هڪ ڪروڪس
هيو، اسڪاٽ لينڊ واس.“

”هئلر آنٽي!“ ممير دهرايو.

ولسن ڪيس چيو، ”ممير تون غلط آهين. آنٽي هئلر
جي ها نه. جيڪر اسان ۾ هن جو اهڙو موهه نه هجي،
ا. اڄڪلهه سڀئي آنٽيون ته اهڙو پيار ڪٿي ٿيون ڏين؟“

ممير چيو، ”منهنجو انهن رشتن ۾ ڪوئي پيار ڪونهي.“

ولسن چيو، ”ان لاءِ تو وٽ پنهنجا ڪارڻ ٿي سگهن
ا. پر رشتن ۾ به هڪ پنهنجي خوبصورتي آهي.“

ني دليءَ سان اڪثر لفظن ۾ ممير چيو، ”شايد وڃي
هوندي. مون لاءِ رشتا ڪاٺ معنيٰ نٿا رکن. دنيا جو
هر سرشتو ڏي وٽ جي آڌار تي ٽڪيل آهي.
ر منهنجي ڀاءُ ان ڳالهه آنٽي جي همت تي نوٽ ڏٺي نه
ڪندو هجان ها. نه هوءَ جيڪر ڪڏهن به نه ها.“

ولسن چيو، ”ممير ڇا ٿو چئين! آنٽي تمام نرم دل ۽
د ڀالو آهي. هن جي هوندي مون پنهنجي اڪيلي
اندگي ۾ ڪڏهن به ماءُ جي کوٽ محسوس ڪونه
ڪئي آهي.“

ممير احمد چيو، انهن رشتن ۽ ناتن ۾ اسان جيئڻ
ما ڀانا ڳولهي رهيا آهيون. ۽ ان سان پنهنجي آتما جي
عالمڻي کي ٻوري رهيا آهيون. نه نه رشتن ۾ ڇا رکيو

آهي؟ سو توهان نه ڄاڻين ٿو، مان نه ڄاڻان ٿو."

"ڀلا تون ئي سمجهين،" ولن چيو، "پر آئون وشتن ۾ اسان
ٻنهي جي خوبصورتي آهي."

"ميرَ احمد چڙندي چيو، "خوبصورتي نه فقط تصور
جي چيز آهي. جنهن جو حقيقت جي دنيا سان ڪو
واسطو ڪونهي. حقيقت جي تقاضا ئي ڪجهه نرالي آهي."

سنجها چيو، "اڄ مان انگريز ۾ سمجهندس. ٻاٻي آدم
جي زماني جو پکو آهي. هلائڻ سان ڪڙ ڪڙ ائين ٿو
ڪري جيئن سڄي رات ننڊ ٿي نه اچي. ذهن ۾
فيڪٽري ۽ مشين جو شور، رات جو ڏوري پکي جو
شور، ۽ ٻاهر ٽرئفڪ جو شور." پوءِ ڪانتي ڪمار ڏانهن
مخاطب ٿي چيائين، "پر تون خوشنصيب آهين، ڇاڪاڻ
ته تون اڪيلو آهين ان شور سان تنهنجو ڪو به واسطو
نٿو هوي."

پاو هيٺ مدرا ۾ ڪانتي ٻُڌو ٿيو ويٺو رهيو.

ولن چيو، "جيڪڏهن رات جو اوچتو برسات اچي
وڃي ته اسان سڀني جي ننڊ حرام ڪندا ان؟ مس مس
ته ننڊ ايندي ۽ برسات ايندي ئي تون ڪڙڪاٽ
ننڊ ۾ رکيو وجهندا ان؟"

سنجها اکيون ۾ اکيون ملائيندي پڇيو، "ان تنهنجو
مطلب ڇا آهي؟ مان سڄي رات برسات ۾ پسندو رهان؟
۽ ٻي ڏينهن سرڪاري اسپتال ۾ علاج لاءِ قطار ۾ بيهي

نڪن سگهائيندو وهان؟“

”ٻڪي کي هلائين ڇو؟ ڪوشي ٻ سمجهڻ جي
ڪوشش ڪر!“ ——

”لوڪي خبر آهي ته مون کي هوا ڪانسواءِ ننڊ ڪونه
ايندي آهي؟“

”مسٽر سنجيه ڪمار! جڏهن توهان هيرو ٿيندي وڃون.
تڏهن ٻڌجي ٿا سمجهڻ لاءِ ايئرڪنڊيشنڊ ٻيڊ روم ٺهرائج.
عادت ته هن ڪمري کي ٿي مطلب سمجهي گذارو ڪر.
وار ٿا ٿيم ٻيڪ..“

”لوڪي ته هميشه مذاق سمجهي ٿو. ننڍي ڪان ٿي
مون کي کليل جڳهين ۾ رهڻ جي عادت آهي. هتي ته
جڳهين جي ٿڪي ۽ مٿان ٿڪ جڳهيون. جڳ هڪٻئي
مٿان سٽيا پيا هجون. اصل دم ٿو گهٽجي.

راڻي چيو، ”اهي راجائي عادتون رکڻ پاڻ وٽ. انسان
کي حالتن پٽاندڙ پاڻ بدلائڻ گهرجي.“

سنجيه چيو، ”اهي نصيحتون رکڻ پاڻ وٽ. ڇا سمجهئي؟
مان ٻاهر ٿي سمهندس. ڪن ڪولي ٻڌ!“

راڻي چيو، ”ٺيڪ آهي هڪ شرط تي. ته رات جو
اسان جي ننڊ ڊسٽرب نه ڪج.“

”او ڪي.“

## -٢

"مائيڪل لاجمڪ ۽ ٻوربنڪ" جي هلائڻ واري آهي آنٽي ٻسوزا. ڏهه سؤ رپيا ماهوار ۽ رهائش لاءِ لوهه جو پلنگ ۽ ٻه ويلا کاڌو ۽ چانهه ڏيندي آهي. آنٽي عمر چڙهيل ڪنواري وڌوا آهي. گذريل ٢٨ يا ٣٠ سالن کان هوءَ اها لاج هلائيندي آهي. سندس پتي هورلي ٻسوزا هڪ ڪار حادثي ۾ گذاري ويو. هن پنهنجي حياتيءَ ۾ اها لاج اڏيا ڪئي هئي. حادثي ۾ گذاري وڃڻ تي آنٽيءَ کي انشورنس ڪمپني مان اتوءَ جي ٻيمي جا ٢٠ هزار رپيا به مليا. ۽ ان ڪري زندگيءَ جو سفر ٻئي ڪنهن مرد جي سهاري بنا اڪيلي سر طئه ڪرڻ سندس لاءِ ممڪن ٿي سگهيو. جوانيءَ ۾ چاهي ته سولائيءَ سان ٻيو مرد هٿ ڪري سگهي ها. پر پتي جي احسانن هيٺان هوءَ اهڙيءَ طرح دٻيل رهي جو ڪيس ٻئي رومانس ڪرڻ جو ساهس ئي نه ٿيو. لاج ۾ چار روم ۽ هڪ ڊرائنگ ۽ هڪ ننڍڙو روم به آهي. هر ڪمري ۾ پنج ڇهه لوهه جا پلنگ آهن. پراڻي ڏينهن جا پوما ڪاٺ جا ڪٻاٽ. پلنگ هيٺان ٽرنڪ. لوڙهن سان جهولندڙ ڪپڙا. وڌڻ لاءِ هڪ آئينو. ۽ ٻاهرين ملڻ لاءِ

ٻاڌو آهي. هوءَ هر وقت پنهنجي جي تقليد ڪندي رهندي آهي. ڪنهن مطلب جي ڇڙ پوندي رهندي آهي. ڪانو رڙڻ بعد آيا گهر هلي ويندي آهي. ۽ ٻاهو ته سڄو ڏينهن پنهنجي ٻوري لماڪ ڪاٺي جهوٽا کائيندو رهندو آهي.

مون پنهنجي سهوليت لاءِ هڪ ڪمري ۾ رهندڙ ڪردارن کي ڪٺو آهي. جن جا ڏک - سک، آسون - سپنا اڇائون - ڪامائون، جيڪڏهن مان چٽي سگهس، تـه مان سمجهندس مان پنهنجي ڪوشش ۾ ڪامياب ويو آهيان.”

هن ڪمري ۾، جيڪو ڪٺو ۾ آهي. ڪمري کي ٻه دريون آهن. مسجهس پنج پلنگ پيل آهن. رهندڙ ڪردار آهن. منير احمد، ونيءَ سنجيءَ ڪمار، سوامي جي ۽ گوالڪو پوڙهو ڪانتي ڪمار.

ڏينهن جو اڪثر ڪمرو خالي رهندو آهي. جيڪڏهن وچ وچ ۾ هاليڪي رهندو آهي ته مسجهائن ڪو نه ڪو حاضر رهندو آهي. پنجن ئي جي زندگي هڪٻئي لاءِ کليل ڪتاب مثل آهي. منير احمد مشهور چترڪار ٿيڻ چاهي ٿو. ٻر هاڻ هو هڪ ڪامرشيل آرٽسٽ آهي. هو جووان، پوئن، ٽيڪسٽائيل، مشين جي اوزارن، ميڊيسنس ۽ ڪاسميٽڪل جا پوسٽر ٺاهيندو آهي. ٻگهار پنج سؤ روپيا سنجيءَ ڪمار انڪٽر ٿيڻ چاهي ٿو. ٻر ڪرلا ۾ هڪ

مهين نواس ٺڪاڻي ۾ اسٽور ڪيپر آهـي. انکي
ساليانا چار سؤ رپيا ملندا اٿس. ٥٠ رپيا کيس خرچ، ڏيڍ
سؤ رپيا آنٽي ٻـسوزا کي ۽ ٻاقي ٻه سؤ رپيا گهر ڪٽنبيءَ
۾ موڪليندو آهي. ٽن سگريٽڪار، ٽيئي چاهي ٿو. ٻـــر
ٻنڊڪ ۾ ڪلارڪي ڪندو آهي. چاچـي وقت ٻلجندو
هو. ٻو چاچي جي گڏاري وڃڻ ٿي چاچيءَ جي ٻيوسي
ڏيکارڻ لي هؤ روزگار لاه سٺي آهو. هـاڻي هر مهني
خرچ لاه چاچي کي سؤ رپيا موڪليندو آهـي. سندس
خـرچ گهٽ آهي. ان ڪري اڪثر روم ٻٽنس ڪـانيس
اوڌر وٺندا آهن. ۽ ٻههڄي سهوليت يا مرضيءَ سان ٻٽسا
موٽائي ڏيندا اٿس ٻـا نه ٻه ڏيندا اٿس. دل جو اٽرو
ڏکڻو آهي. جو ٻين جو دک ڪانيس ڏٺو نه ويندو آهي.
سنجهه کي گڏو ٻل مهني ٻٽـن جي کهرج هئي نه آنٽيءَ
کان اوڌر وٺي نه کيس ڏنائينس. هن مهني ٻکهار آنداڻين
نه گونـگي ۽ ٻوڙي ڪانٽي کمار طلب ڪيس نه کيس
ٽيين مڪرن جي الجنسي وٺڻي آهي. ڏٻـازمت لاه سؤ
رپيا کپن. ٽن هڪدم ٻٽسا ڪڍي ڪانٽي کي ڏنـا.
ٻـــوڙو ۽ گونـگو ڪانٽي اشارن ۽ ڪٽاٻـن جو استعال
هلائيندو آهي. خالي وقت ۾ هو ڪرپٽائون لکندو آهي.
جيڪي ٽامرو اخبارن جي سمواد ڪن ڏانهن موڪليندو
آهي. جتان ٻڙهڻ ٻيا واپس ايندا هون اٿس. ٽه ٻه هـن
ڪرپٽائن لکڻ جو سلسلو هٽيو ناهي. ڪڏهن نه ڪڏهن

آهي اخبارن ۾ ضرور شايع ٿيندا هون.

سنجيه ڪمار چوندو اٿس، "پرواهه نه ـ هڪر ڳچو. جيڪڏهن مان هيرو ٺاهيندس ته پنهنجي فلمن لاءِ ڪالا مان لوڪان لڪائيندس."

سنجيه ڪمار محمد احمد کي چوندو آهي، "جيڪڏهين مان فلم اسٽار ٺاهجي وڃان ته فلم جو ڊائريڪٽر لوڪسي ڪندس" ساڳئي وقت رتن کي چوندو آهي ته مهنجي لاءِ ٻلي ٻڪ سو ٽون ڏيندين"

سوامي ه کي چوندو آهي، "فلم جو مهورت مان لوڪان ڪرائيندس. مهورت جو ٽائيٽل ٽون ٻڌيج."

آنٽي کي چوندو آهي، "جيڪڏهين اخبار لاءِ مهنجي انٽرويو وٺڻ لاءِ جرنلسٽ ايندا ته کين چوندس ته اڄ جڏهن اسٽيج تي مان آهيان، مون کي ڏاڍي ۾ آنٽي، جو وڏي ۾ وڏو هٿ آهي"

ٻو رتن کيس چوندو آهي، "جيڪڏهين ٽون سچ پڇ هيرو ٺاهجي وينداين ته اسالڪي کنگهندي ۾ ڪرڻ. اسان کي سهائڻ ڪان ۽ انڪار ڪري ڇڏيندين."

سنجيه چوندو آهي، "مان انهن مان ناهيان. جو ٻئمر ڏسي مهنجو دماغ ڦري وڃي. فقط چانس ملڻ جي دير آهي. ٻوءِ ڏسجو مان ٽوهان سان جيڪي جيڪي انجام ڪريان ٿو، آهي ٻاڙيان ٿو ٻا نه؟"

رتن چوندو اٿس، "ڏسندا سين ٻائي."

انهن سڀني جي ڀروچومت زندگي آهي. نه ئي انهن
نه ئي ڀون خوشيون، نه ئي نه ئي غم آهن. ٻيا ڪنهن سوارٿ
جي سو هڪٻئي جي مدد ڪندا آهن. ٻئي نسبي ۾،
الڳ الڳ جاتين ۽ ٻرادرين مان آيل آهن ۽ ٻن بـــ هڪ
ڪٽنب جيان رهندا آهن. ڀارت سرڪار قومي ايڪتا
جو پرچار ريڊيو، ٽيليويزن ۽ فلم ڊويزن جي ڊاڪيومينٽرين
ذريعي ڪندي آهي. ۽ جيڪڏهن سرڪار کي صحيح
معنيٰ ۾ قومي ايڪتا جا درشن ڪرڻا هجن ته ماڻيڪل
لاجنگ انڊ بورڊنگ جي هن ڪمري ۾ ڪري سگهجي ٿي.

ڪمري جون ديوارون راجيش کنا، دليپ ڪمار،
ڌرميندر، مينا ڪماري، ايم-ايف حسين، سوزا، رام-
ڪرشن، ڪرائيسٽ، شنڪر ڀڳوان جي اخبارن مان
ڪٽيل مورتن سان سجايل آهن. برسات ۾ ڪمري جون
ڇتيون پوسل سبب آليون رهنديون آهن. لائيٽ اڪثر
فيوز ٿي ويندي آهي. موم بتيون ۽ لالٽين اڪثر ٻرنديون
آهن. ڪونڪو ۾ ٻوڙو ڪانتي راست لالٽين ڊائري
ڪولي ڪويتائون لکندو آهي. سنجيو ڪمار ڪنهن ڊراما
جي اسڪرپٽ ۾ اڙيو هوندو آهي. بشير احمد اسڪيچ
ڪندو رهندو آهي، چوندو آهي، "وقت ايندو جو
منهنجا پينٽنگس جا شو لنڊن، پئرس، نيويارڪ ۽ جرمني
۾ ٿيندا ۽ منهنجون پينٽنگس آرٽ ميوزيمن ۽ آرٽ
گيلرين ۾ هونديون."

رلن ڪڏهن نہ، ڪڏهن ڪانسي جون سٽون هر وقت
گڏگڏائيندو ۽ ڦٽڪندو رهندو آهي فرمائش ڪرڻ لي
هو سيهي کي گانو ڳائي ٻڌائيندو آهي- تنهن جو خالي
ٿيو وڃائي، رڌم ڏسيندو.

اڪثر موڪلن ۾ هو شهر بس لـي ڪاڏي لاءِ
سوادي چيزون ۽ پيئڻ لاءِ ڪڏهن وسڪي، نہ ڪڏهن
ڪنٽري آڻيندا آهن. ٻي ڪري جهڪندا آهن. هڪٻئي
تي ناراض ٿيندا آهن ۽ خوش ٿيندا آهن. هڪٻئي جا
لوم لوسڻ هڪٻئي سان بيان ڪندا آهن.

۽ اڪثر چوندا رهندا آهن تہ اسان وٽ بہ پنهنجو
گهر هوندو. ٻچي هوندي. ٻار هوندا. ان ڪري اڪثر
آنٽي ۽ سان هو وڙهي بہ پوندا آهن ۽ چوندا رهندا ائس،
”الائي ڪهڙن جنمن جي پاپ سبب اسان هن جهنم ۾
رهيا پيا آهيون.“

آنٽي چوندي ائن، ”مان ڏسندي ائس تہ توهان ڪهڙي
راجائي تہ ماڻهو مون کي چا آهي؟ الڳ هوندا تہ ٻهئي
توهان وٽ ايندا ائس ويندا ائس.“

ٻہ هاليڏي ڏينهن ملي ڪري رمي ۽ رانند ڪندا
آهن. ٻہ گڏجي ڪا چالو هندي فلم ڏسي ايندا آهن.
ٻہ موقعو ملندو ائن تہ پڪنڪ لاءِ ٿي ايندا آهن. ورها و
لہ ڪ، للسي لہ ڪ، پوائـي ليڪ، ڪنٽري ۽ الفنسٽا
غفائون. ڪڏهن جي پگهار ۾ واڌ ايندي آهي ٻـا ڪو

تنهن رومانس ڪندو آهي ته ان خوشيءَ سبب ڪانئس
ٻاري وڃندا آهن. ڪاڏي ٻه چيٽرو، ٽرساڻ ڪان وٺي ڦراه
مرغي ڪانئين پروگرام رکندا آهن.

سڀجهه، اڳيئن ۾ سمهڻ هليو ويو.

وٺن محمود ڪان پڇيو، "اڄ سوامي جيءَ جي اچڻ جو
ڪو نڪالو ڪونهي. هو ڪٿي ڪم ليو؟"

"ضرور لاسٽ شو ۾ فلم ڏسڻ ويو هوندو."

وٺن چيو، "مون کي ته شڪ ٿو لڳي. هي شخص
ٻاهران ته ڪيڏو ڪمڙا پائي ٿو. پر اندران ضرور چرش
ڪالجي جو واپار ڪندو هوندو. يا ڪنهن سمگلر جو مال
اسپورٽ ايڪسپورٽ ڪندو هوندو."

"ساڌي جي هڪ ته عادت سوامي جهڙي ڪونهي
اڙي پاڻي سوامي آهن ته وڃي آشرم ڪول. هندستان
۾ انهن شرڌالن جي ڪمي ڪونهي. روني روزي پئي
نڪرندي، پر سائين چروٽ پيو پيئي. اسان، ڪوڪ
شاستر پيو پڙهي. نه ڏس ته ايڪانامڪس جا ڪتاب
پيو پڙهي. نه ڏس ته وري ودراڪش جي مالها ڳچي
ڪندي پڪڙي پيو جاپ ڪري. آخر هن جي دل ۾ ڇا
آهي؟ سمجهه ۾ نٿو اچي." محمد احمد چيو.

"پاڻ سان ڪڏ هستري ڪٿي هلڻ ۾ ته الڪو قسم جي
ٿڙل آهي." وٺن چيو.

"هي ماڻهو سڌو ته ته ڪونهي. ڪانئس پڇو ته

آستڪتا، ناستڪتا، ڌرم، سماج سڌار، ٻيو اهڙيون انسان جي هستي جا آهي. هن ساري سرشٽيءَ ۾ عناصرن جي ايڪتا، انسان جي ڪمت، ٻيو ڪيان جو مهتو، شعور جي آزادي، سائنس ۽ ڌرم ۽ نجاتان ڪهڙن وشين تي لمبا لمبا ليڪچر ڏيڻ شروع ڪندو. ڳالهائڻ شروع ڪندو. ڳالهائڻ شروع ڪندو ته بس ئي نه ڪندو. زبان هلندس ته ڪيس روڪڻ به محال ٿي پوندو.“

ولن چيو، ”اڄ رات جو هو اچي نه اچي، سندس ڪهڙو ٺڪاڻو؟ چوندو آهي، مان جوڳي آهيان. هوا جي جهوڪي جيان ڪڏهن ٿو اچان. ڪڏهن ٿو وڃان. ڪجهه به ٺڪ ڪونهي.“

منير چيو، ”ڏس نه، سهڻن ساوَ سڏائي ڪرڊ ڪسي سمياسي ٿو. ٻه ٻلنٽا ۾ ته ساوَ اُن جيان آهي. ڪيس دال ته ڇا ٻوري ٻخال ڪپي ٻخال. وٺندو ٻوال مڻان ولل خالي ڪندو. ساوَ اُن جو ٻت.“

”ساوَ پوڙهو آهي، پوڙهو. مون کي ته هن جي عرابتر ۾ به شڪ آهي. مٿان جيترو خود کي صاف سٿرو ڪي ٿو. اندر جو اوترو ئي شيطان هوندو.“

”ٿي سگهي ٿو ساڌو ۽ ٿي سگهي.“

”اهو قانون آهي. ته ڪيڙو چولي ۾ هيمهه. پساڪيهه لڳندا آهن.“

ٻيڙن جي ٻون ٻون. ٻيڪي جي لڳاتار شور واري
هوا ۽ مڇرن جي چڪن سبب ننڊ ڦٽڻ لئي چاندڙي
ونئي. زندگي رات جا ڪلاڪ آرام فرمائي رهي هئي.
ڪانتي ڪمار کي ننڊ هئي. سندس ٻيو ۽ ٽونموڪ وڪيل
هو. جنهن ۾ تازي ڪوهتا لکي هئائين؛ ننڊ ٻيا نہ آئي
رات، سوچيان لهڻجي بات، ڏني آهي لو مون کي ماٿ،
ٻاهر آهي برسات.

## ٣ —

ڪرلا ۾ مهين ٽولس فيڪٽري ۾ وڏو سنجيه رجسٽر
۾ انگ اکر درج ڪري رهيو هو. جو سندس اگهان وڪيل
ٽيليفون جي گهنٽي وڄي اٿي.

”هيلو؟“

”سنجيه!“

”ها مان سنجيه آهيان. ڇڏ، ايلو ڊارلنگ.“

”لون ٿيو ڏينهن ڇونہ آئين؟ مان ڪيئڏهن وقت لهڻجو
انتظار ڪندي ڪندي اکجي پئي.“

”آء-ايم-وري ساري ڊارلنگ! لهن ڏينهن رات
جو فيڪٽري ۾ لوسٽو هيو. هڙتال جا آهي.“

"هڙتال ۾ ٽوڪي ڪهڙو ڪم هوندو؟"

"ٻائي ذميواري جي پوسٽ آهي. مزدور ٽوڙ-ڦوڙ ڪن. ڪجھ سامان چوري ٿي وڃي ته سڌو جيل جون شيخون هوندا پون ۽ سخت چار ديوارون."

"اهڙي نوڪريءَ کان ته سچ ڀلي."

"ماه ڏيڻ، پيٽ لاء ڇا ڇا نٿو ڪرڻو پوي؟ ڪهڙا ڪهڙا ناچ نچڻا نٿا پون؟"

"سو ته مان جاڻان ٿي."

"......"

"ٻڌ تون ته هڙتال ۾ شامل ڇو نٿو ٿين؟"

"شامل ٿيندس ته فئڪٽري کان ٻاهر هوندس. جيڪڏهين فئڪٽري کان ٻاهر هوندس ته وري ٻمئي کان ٻاهر وڃڻو پوندو. مس مس ته نوڪري ملي آهي."

"ٻڌ هڙتال."

"پس هڙتال هڪ ٻن ڏينهن ۾ ضرور ختم ٿيندي."

"ڪڏهن ختم ٿيندي؟"

"ٿئي ته مان جيڪر مزدورن جي طعنن کان بچي پوان. هو مولڪي مالڪن جو چمچو ۽ دلال ٿيو ڪري چڙائيندا آهن."

"جاڻان ٿي. ڀلا اڄ ملين ٿو؟"

"ڪٿي هوندين؟"

"اون نيي سينما ۾ اڄ!"

"ٿي سيمٿر ۽ شاھوڪارن لاءِ آھي. مون جھڙي ماڻھو لاءِ ۽ جڏھن ھوٽل ۾ ٺيڪ آھي."

"۽ جتي تون چوان؟"

"ھمٿن ڪر. اڄ چوپاٽي تي ھلنداسين. ڀڳڙا کائينداسين. تون مون کي ايروز سنيما ٻاھران ملج."

"ڪيڪ ايندين ۽؟"

"ھائو."

"تون ڪٿان؟"

"انھين تي وڪندا آھيو؟"

"ڇا مطلب؟"

"نٿي سمجھين؟"

"تون ڏاڍو بيشرم آھين." مان ھوٽل مان ٻون ڪري رھي آھيان. آسپاس ماڻھو آھن."

"سو ڇا؟"

"ھٺ بيشرم."

مون ان کس جي انداز ۾ سمجھيو جا چپ ٽھن ٿا. اي طرف نيلا آوازي کس ڪري ٿي، شرمائجي.

"تون ڏاڍو ھوَ آھين."

"'ھوَ'، معني؟"

"اڀ بٽ."

"ڏ وانت ٽوڪيسٽ يُو ابائوٽ."

ھن مون وڪيو ۽ سڪاوام مھن مٺن ٻوڙندو آھـو.

"مسٽر سيٺجي، ڪا نيوز فار ٿو."

"واٽ؟"

"اسٽرائيڪ ختم."

"سچ؟"

"مئنيجمينٽ يونين ڏانهن ڦهرائي آهي."

"ڏاڍي ڳالهه!"

"سيٺجي، ان ڳالهه تي هڪ ڪوپ چانهه ٿي وڃي؟"

"ٿي وڃي."

نوڪريءَ ۾ مشينون کڙڪڻ لڳيون. چمنيءَ دونهون ڇڏڻ شروع ڪيو. مزدور مشينن سان مشغول ٿي ويا.

"سيٺجي صاحب! ڏسو، ڪيا آڏارا ڏسجن ٿا. سڀني ڏانهن جي هڙتال ڪمر ٽوڙي ڇڏي آهي."

"اڄ ڀاڱي ٻاهر جا جيڏا مزدور ماڻهو آهيون. ڀاڱي وقت تي سخت ڪڙڪي آهي."

"اوهه! مون سمجهيو ٿوهان وقت هوندا. ڇو جو جن هڙتال ۾ ڀاڱو نه ورتو انهن کي ضرور مالڪن الـدوان ڏنا ڪارايا هوندا."

"ٻلجين ٿو دوست هئڻ نه، سوال ٽوڪري ۽ وجود کي بچائي رکڻ جو آهي."

"صاحب ڪجهه نه ڇا ڪجي؟ ڪنهن سان دل جو حال اورجي؟ سمجهه ۾ نٿي اچي ته ڪاڏو ڪيئن هلندو؟"

## ٣ —

مسٽر احمد آفيس ۾ اسڪيچ ٺاهي رهيو هو. ڪنڊ
مٿي ڪميائين ۽ سامهون مس داني ويٺل هئي.
هن اکين ئي اکين ۾ ڪمس وٺڻ لاءِ آڇ ڪئي.
مس داني سندس سامهون ڪرسيءَ تي ويهي رهي.
”ڇٽ مس داني مان اوهان جي ڪهڙي شيوا ٿـــو
ڪري سگهان؟“
”مسٽر احمد! توهان مون کي 'توهان' سڏي مهنجي
۽ تهنجي وچ ۾ وڏي ديوار ٺا ڪڙي ڪري ڇڏيو.“
مسٽر اڻڄاڻائي جو پوز ڪندي چيو ”ون توهانجو
مطلب نہ سمجهيو؟“
”توهان مون کي رڳا چئي سگهو ٿا.“
”مس صـــاحبان! اَدب ۽ آداب کي ۾ لـــ ڪا
معني آهي.“
”ضرور هوندي. پر مون سان اهو آداب ورتائڻ جي
ضرورت ڪانهي.
”ڇٽ مس رڳا.“
”ها، هاڻ ذرا آواز ٺيڪ ٿو لڳي.“
”ڇٽ رڳا! مون کي هي اسڪيچ جلد پورو ڪرڻو
آهي. ان ڪري......“

"تنهن کي وقت ڪونهي؟"

"اهڙي نه ڪا ڳالهه ڪونهي."

"پوءِ؟"

"ٻهوني لاءِ ٻهوني. ورڪ لاءِ ورشپ فار مني."

"چڱو مان هلان ٿي." چئي هوءَ دائي وڃڻ لڳي.

"ڇو، ريکا ڇا لاءِ آئي هئين؟"

"بس ائين ئي."

منير چيو، "هوءَ تو شايد مائينڊ ڪيو آهي نه، ته..."

ريکا چيو، "نه، مان مائينڊ ڇو ڪنديس؟ آخر ته مان تنهنجي لڳان ڪير؟"

"ڪير . نه لڳين؟"

"مون کي ڪهڙي خبر؟"

"تون ته ڄاڻين ٿي ته مان زنده آهيان نه فقط تولاءِ ئي. پوءِ هرو ڀرو مون کان منهنجي واڳون ائين ڇو ٿي چوائڻ چاهين ٿي. مان..."

"بس، بس."

"ڇيم نه ڇوڻ لڳندس. نه تون اڪيلي پوانين. ڇو جو روم ميٽ سنڌي جي سنگ. هو رهي مان ته پوانيلاڪ ڇوڻ سگهي ويو آهيان."

"اهو 'هيرو'؟ ڪهس ڪو ڇانس ملير؟"

"اڃا نه ڇانس ملڻ جي اميد ڇڏي نه اٿس."

"ماڊلنگ لاءِ انٽروڇ ڇو نٿو ڪرائينس؟ هوائين ـــ،

مرد مادراس جي ڪومت آهي. ۽ ٻئا ڪماڻي وٺندو."

منير چيو، "رڪي، هن مهان هيرو ٻٽڙڪ جو پوسٽ سوار آهي."

رڪا مسڪرائيندي چيو، "سمرامت نيلو آهي."

"ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي."

"هون."

"چيو. مون کيس ساراهيو. توکي ٺيڪ نه لڳو؟ ٻڌاءِ!"

"سنو چونه لڳندو. آخر آل هوُ منهنجو ڪلب فرينڊ آهي."

"ٺيڪ آهي. مان هلان ٿي." مس داني وڃڻ لڳي. ۽ ويندي ويندي رڪجي وئي. ۽ منير احمد جي ٽيبل طرف آئي.

"ڇا؟"

"اڄ ڪم نه ٿيو. ٽوٽو ڪراڊس سپاهي وٺندا."

"ڇگو سپاهي وري گڏجنداسين، ان ٻهاني."

"تو لڏيچ ڪٽي."

"ڪهڙو وقت ٿيو آهي؟"

"منجهند جو ڏيڍ وڳو آهي."

"ڏسين ٿي ڪم ۾ وقت جي سڌ ٿي اچي رهي."

"ٻڌهن ۽ چوان ٿي منهنجي ٻدن جو ٻروو خيال ڪرو رکين. خود کي ڳاڙهي چڙهيو اٿئي."

"بس ٿورو ٿرس. لڪيچ ڪري وٺان. ۽ اڄ لاءِ هلون ٿا."

ونڪا مهر ڪي لکيندي رهي. مهر انسپيڪٽر ڪرڻ
مهر ئي وار. وقت وڌندو رهيو. ونڪا چيري مهس
ڪو ڪتاب ڪڍي پڙهندي رهي.

انسپيڪٽر ڪڍي ٻرو ڪمانين ۽ ونڪا ڏانهن نهاري
چيائين، "مس دانـي معاف ڪجو. توهان مون لاء اڳتي
وسيا ۽ مان ڪم ۾ مشغول هئس."

"وري ساڳي ادب آداب جي ڏيکار؟"

"چا ڪريان مس ونڪا. ننڍپڻ کان ئي نصيحت ۽
ادبوس جا پاسا پاڙهيا ويا آهن. سي چا جلد وسرندا؟"

"ٻر مهنجي سامهون؟"

"تنهنجي سامهون ته مان نچي ۽ سکهان ٿو. ٻر آفيس
دارا آپيڪهن ونددا."

"لنچ ۾ چا ڪائيندان؟"

"سئنڊوچ ۽ چانهه."

"اها ته ڪا لنچ آهي؟" ونڪا ڪائنس پڇيو.

"ته لنچ چا ٿيندي آهي؟"

"تو چا ڪڏهن به لنچ ڪاڏي ناهي؟"

"اصل نه. تون ٻڌاء لنچ چا ٿيندي آهي؟"

"لنچ ٿيندي ٻه ٽي ڀاڄيون، چانور، ڦلڪو، شوري ڪدهه
ڪيمه وغيره."

"مان سمجهان ٿو اهو جيڪو مان کاوان ٿو، جيڪو
... ذهن مون کي ٻک ٿي نه لڳي."

"ته، تنهنجو مطلب آهي ته، ڪي انڌا ان؟ جيڪڏهن ته، ڪي انڌا ان ته اسڪيچ ڪيئن ڪندا ان؟"

مون چيو، "ته ڪا مان سمجهان ٿو. ڪلاڪار جيڪو هوندو تنهن ٿي ڪلا جو سرجڻ ڪري سگهندو."

"ته ته چا ڪلا ساڻ نا ته ٿيندي؟ بيت ۾ ته، هوندي ته ڪاڻو سمجهندو. ڪلا ڪهڙي سمجهندي؟ آرٽسٽ ٿيڻ معنوا ڪيو وهڻ ته ڪراهي ا؟"

"مان اهو ته نٿو چوان. ته ڪم ۾ ڪاڻو ڪنهن کي تو ياد وهي؟"

"صحت جا ته ته ڪي قاعدا قانون آهن؟"

"اچا ان عمر ۾ ته پهتو آهيان جو ٻڪڙيل صحت کي سڌارڻ لاء ضرورت محسوس ڪريان. ته توکي جيڪڏهن منهنجي اتري ٿي چئتا آهي ته تون مون کي پنهنجي گهر لڏڻ ٿي چو نٿي گهرائين؟"

"تون اچڻ ته ڏ؟ ڪڏهن تو اچين؟ ته هڪ شرط توکي منهنجي گهر اچڻ ٿي پنهنجو نالو مٽائڻو پوندو."

"چا مطلب؟"

"پنهنجي تون منهنجي گهر ۾ پنهنجو نالو مسٽر ڪمار ڪري ٻڌائج. ته مون کي ڪو اعتراض نه ٿيندو. جيڪڏهن سچو نالو ٻڌائيندين ته ته مون توکي ڪاڻ آڻيندي ته سهڻن ڻو.."

"ته چا..."

“اُنهيءَ وڃڻ کانپوءِ مون سڄو گهر صفا ڪندي
هوءَ سڀاءَ کان ڏاڍي نظرائي واري آهي.”

“ڇا هن لاءِ مونکي پنهنجو مذهب مٽائڻو پوندو.
اهڙي ريت مون کي قبول ئي ڪونهي. جيتوڻيڪ مذهب
مون اڳيان ڪا به معنيٰ نٿو رکي. مان ناستڪ ٿي آهيان. پر...

“۽ جيڪڏهن مان شاديءَ جو پرپوزل قبولي
انهيءَ بيگم پٺاڻ ته ڇا مون کي مذهب مٽائڻو نه پوندو؟”

“اصل نه. تون ريکا ئي رهندينءَ. اسان سول مئرج
ڪنداسين.”

“ڇا تون مونتي ڌرم بدلائڻ لاءِ زور نه وجهندين؟”

“بلڪل نه.”

“پر مون کي سوچڻو پوندو.”

“سوچ ۽ گهرائي سان سوچ. مان توکي زوري نٿو
ڪرڻ چاهيان.”

ڪشن ٻن سئنڊوچن ۽ ٻن چانهين جو آرڊر ڏنو
کانپوءِ ريکا جي اکين ۾ گهرو نهاريندي مرڪي چيو،

“مس دالي! توهان سوچيو؟”

“وري تو ’توهان‘ چيو؟”

“ڏس نه، مس دالي تون ئي وچم دوريون ۽ فاصلا
ڪٽي ٿي اچين. مان نه...”

“ڏس تون مون کي طعنو ٿو هڻين؟”

“نه، مس دالي! مان ئي گهڻو ماٺو آهيان. توسان

"تو اڄا هيٺڙو نيڻ نه ڇو هو رهڻ ڏي پنهنجا
مسٽرس پاڻ وٽ."

"اهو ڇٺي جو خطا ڪيم؟ ان لاءِ نه تون بدتميزي
ئي لهي اڇين؟"

"ڇگو مس داني. توهان جي وڏي مهرباني."

"وري ديدار آٽي ڇڏينءَ؟"

"تون ٿي نه رشتن جي ديوار ڪڙي ڪرڻ چاهين ٿي.
ياد اٿئي؟" هلندي هلندي رنکا چيو، "راهگير
دلم ۾ هڪ گيت آهي."

"ڪهڙو گيت؟"

"پيار ڪو پيار ٿي رهني دو،
رشتون ڪا الزام نه دو."

"پوءِ؟"

"تنهنجو سر."

"منهنجو نه اعتقاد رشتن ۾ ڪونهي."

"ليڪن اسان جي اردگرد سماج ته نه آهي. ۽ اسان
جي سڀني ڪرتوتن تي سماج پنهنجو قبضو ڪري
ويٺو آهي."

"سماج جي ڪنهن کي پرواه آهي؟"

"ڇو نه آهي؟ توکي ۽ مون کي سماج جي پرواهه نه
آهي ته ڇا ٻين کي نه هوندي؟"

"هوندي. پر ٻين سان اسانجو ڪهڙو واسطو؟ ٻڌاءِ!"

"آهي. ڇو آهي؟"

"ڪٿن؟"

"ڇولدا ڪراهن. انسان هڪ سماجڪ پراڻي آهي."

"انسان بس انسان آهي."

رنڪا چيو، "تو سان بحث ڪرڻ اجايو آهي."

منير چيو، "مس ڊاني! هاڻ ڇڏ. ته مون سان وهي ڏو پنهنجو وقت زيان ڪيو. جڏهن زندگي ڀر وهڻ جو فيصلو ڪندينءَ ته زندگي زيان ڪندينءَ."

"تون ائين ٿو سمجهين؟"

"تون ڇا ٿي سمجهين؟"

"مان سمجهان ٿي ته آرنسٽ دماغ جا قربل ٿيندا آهن. نيو رانڪ."

"۽ اهڙي نيو رانڪ سان سڄي زندگي گهارڻي ٿئي؟ مس ڊاني! آرنسٽ کان خبردار رهه!"

هڪ پلا! تو ڇو هو ته تون ميٽرو ۾ 'هاءِ' جهڙن ڪمٿون آڻيندان؟"

"ياد نه اٿم."

"هاڻ نه آڻج."

"ڇو ٻڌجي ويس. ان لاءِ تون غصي آهين؟"

"نه نه."

"ته مون ڇو ٿي ڪران؟"

"آڻين ته ٺين ٻڌي واري شو جون آڻج. گهر ڊيسو

لڳي ٿي وڃي. ممي ڇڙندي."

"مان هلي لوڪي گهر ڇڏيندس."

"۽ ممي جيڪڏهين اسلامت ڪرائي ته؟"

"مان نالو مٽائي مذهب مٽائيندس."

"پهري فلم لاءِ لون مذهب مٽائيندين. باقي لئه لاءِ لون مذهب نه مٽائيندين؟"

"جو حڪم!"

"آوارا ڏيهن لون مون وٽ لئه لي اچج. سومر ڏيهن ٽين بجي فلم لي هلنداسين او-ڪي؟"

"جو حڪم."

"هاڻ لون مون کي وڃين ٿو."

"چاڪاڻ ته 'جوڙو ڪا غلام' وانگر ها ۾ ها ملائي ٿو. ان ڪري؟"

اکين ٿي ۾ موڪلائي ٿي.

ممير لفت طرف وڌيو. ۽ رڪا اڪڙن قدمن سان بلڊنگ کان ٻاهر هلي وئي.

## —٥—

لاج جو ساڳيو ڪمرو.

سوامي سماڌيءَ جي مدرا ۾ ويٺل هو.

ولن ڪجهه ڏڪڪائي رهيو هو.

ڪولمبو ۾ ٻرڙو ڪانتي 'ٻلز' اخبار پڙهي رهيو هو.

سڀجي اداس هو.

ميز اسڪيچ بڪ ڪوليو هو.

۽ آنٽي ڪمري ۾ داخل ٿي.

سڀني کي چپ ڏسي آنٽيءَ پڇيو، "واقعو [illegible]؟"

ڪنهن به جواب نه ڏنو.

سڀ واندا هوندي به ڄڻ مشغول هئا.

آنٽيءَ پڇيو، "توهان سڀني کي ڇا ٿي ويو آهي؟"

سواميءَ جو ڌيان ڀڳو. هو ڄڻ گهري ننڊ مان ٿيو هو. "آنٽي ولن..."

ولن ڏڪڪائڻ بند ڪري ڇڏيو.

"ڇا ٿيو آهي ولن کي؟"

سواميءَ چيو، "آنٽي ولن وڃي رهيو آهي."

"ڪٿي؟"

"پنهنجي ملڪ، اندور."

"تنهن ۾ چپ رهڻ جو ڪهڙو سوال آهي؟ ويندو

نه وري واپس ايندو.“ آءٌ وشواس سان آنٽيءَ چيو.

جنهن پيد ڪرائيندي منير احمد چيو، ”پر آنٽي هوءَ شادي ڪرڻ لاءِ وڃي رهيو آهي.“

مسڪرائيندي آنٽيءَ چيو، ”ان ۾ ته ڀلا خوش ٿيڻ گهرجي.“

”نه اها سراسر بدتميزي آهي. منير چيو، ”اسان هن کان سڀ وڏا ڪنوارا ويٺا آهيون ۽ هو شادي ڪرڻ ٿو وڃي؟“

”توهان جو ان سان ڪهڙو واسطو؟ هو شادي ڪرڻ ٿو وڃي ته ڀلي وڃي. ان ۾ توهان کي ڇو اعتراض هئڻ گهرجي؟ توهان کي ڪهي ته توهان به وڃي شادي ڪريو.“ آنٽيءَ چيو.

سعيد چيو، ”پر آنٽي هن مهانگائيءَ جي زماني ۾ شادي ڪرڻ جائز آهي؟“

”ڇو نه آهي؟ ڪنواري رهڻ ۾ ڇا آهي؟ هو لائيف انجواءِ ڪرڻ چاهي ٿو ته ڪري.“

”شادي ڪندو ته اسان سڀني کان وڇڙجي ويندو. شادي ڪرڻ بعد ٿي هن جي سڀاءَ ۾ تبديلي اچي ويندي.“

”اڙي نالائقو! مان چوان ٿي شادي ڪندو ته به هن ۾ فرق نه ايندو. مان وٽس ڪي چڱيءَ طرح سڃاڻان. هڪ دفعو آنٽيءَ جي ڪمپنيءَ ۾ رهيو آهي ته هو منهنجي آنٽيءَ کي نه وساريندو. ڇا سمجهيو؟ توهان جو

"شاديءَ کان پوءِ ماڻهو هڪ ٻي ڳالهه سوچيندو
آهي. وڌيڪ پورهيا وڌائڻ، اٽي - دال ۽ لوڻ جو اگهه!"

آنٽيءَ کي موقعو ملي ويو. وڏي واڪي آنٽيءَ چيو،
"سيٺ مهرباني ڪري ٻڌائي ڏيندو. جيئن ته اڄڪلهه
کير - کنڊ، راشن - ڪاسليٽ، تيل - دالين لاءِ قطار لڳي
لڳاتار پئي. ان ڪري سيٺ کان توهان مان هرڪنهن
کي اها ٻڌائڻي پوندي ته توهان مان ڪو ڪاسليٽ
جي قطار ۾ بيهندو، ڪو تيل جي، ڪو کير جي، ڪو
راشن جي، ڪو گوشت جي قطار ۾. نه ته سيٺ کان
توهانجو ڪارو پئسو. ان ڪري سيٺ صاحب جو توهان مان
هرڪنهن کي اٺين ڏينهن وقت اچڻو پوندو. ۽ ڏينهن کان
پهچڻو پوندو. ته ڪهڙي چيز جي قطار ۾ وڃي بيهون.
نه ته قطار ۾ بيهڻ نه چاهيو ته وڃي هوٽلن ۾ کائو. ڏينهن
کان هاڻ توهان جي سروس ڪرڻ نٿي ٿيندي."

مسٽر احمد ٺهڪ ڏيندي چيو، "هيلو آنٽيءَ جو
حڪم ٻڌو. سڀ ناڪار ۾ ڪمند ڏوڙيو. ڇا هوءَ اسان
کي مفت ۾ لڳي کارائي؟ يارو! اسان وٽ ايترو وقت
ڪٿي آهي؟"

"برابر!" سوامي چيو، "مسٽر ٺيڪ ٿو چوي."

"وڏن وٽ ٻيش ڪندي چيو، "هڪ طريقو آهي
آنٽي. ان لاءِ توهان الڳ نوڪر رکو ۽ بدلي ۾ اسان
کان ڏهه ڏهه رپيا مهنو وڌيڪ وٺو!"

"ڙانسيئس! ان لاءِ مون کي ٻڌوهان نوڪر رکڻا
پوندا. جيڪڏهين توهان کي مهنجو شرط قبول ناهي ته
بلاشڪ پنهنجو رستو وٺو. توهان کي مون کي لکي
ڇوڙي کوڻ ڏنا آهن؟"

"آنٽي!" سواميءَ چيو، "مون کي جڏهن لکي رهڻ
جي مهاراشٽر راجا لائق لڳندي ته اها مان پنهنجي
ڳالهه ڪندس."

سنجيه چيو، "آنٽي جيڪڏهين مون کي فلم ۾ چانس
ملي ويو ته پوءِ ان فلم جا پئسا مان توکي ڏيندس. فقط
هيرو ٿيڻان پوءِ ڏسج!"

آنٽيءَ چيو، "نه تون هيرو ٿيندين، نه مون کي پئسا
ملندا. پوءِ ان ڳالهه مهنجي جا پئسا نه ڏي!"

سمير چيو، "هٽلر آنٽي اهڙي سخت نه ٿي. تون پنهنجي
ٿيڻ ۾ مهنجي دل ٿي ڏڪي. توکان سواءِ
ماڻهن جو هن دنيا ۾ ڪير آهي؟"

"تو مسڪا پالش!" آنٽيءَ چيو، "هاڻ پڻ سمير صاحب
جو توکي اُتي ڪاسليٽ آڻو آهي. نه ته چانهه ڪان جواب.
سوامي جي توکي ڳوترادن ڪٽي راشن آڻو آهي. ونن
ٽن بازار مان ڀاڄيون آڻيج. ونن توکي صاحب جو اُتي
ڀالدا جي تلاش ڪرڻي آهي."

۽ ڪونڪي ٻوڙي ڪانٽي وقت پهچي ان اڳيان ٻهل
سليٽ ڪٽي لکيائين، "توکي صاحب جو ڪدب آڻڻي آهي."

ڪانئيءَ پڙهي هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيو.

سڀ خاموش ٿي آنٽيءَ کي ڪمري مان ويندو ڏسندا رهيا.

منير احمد ٽهڪيو، "اصل هٽلر وانگر آهي. دل ۾ ذرو به رحم نه اٿس."

سنجي، منير سان سهمت ٿيندي چيو، "اصل پٿر دل آهي. اسان کي ايڪسپلائيٽ ٿي ڪري."

سوامي چيو، "پر سندس دل صاف آهي. جهڙي شفاف شيشي جيان."

رِٽا چيو، "توهان آنٽيءَ کي غلط ٿا سمجهو. هن جهڙي رحمدل عورت سڄي دنيا ۾ ڪانهي. آنٽي نه هجي ها ته اسان سڀني جي حالت ڪهڙي ٿئي ها؟"

"اڇا سوامي ڪالهه رات ڪٿي گم هئين؟"

سوامي چيو، "اسان جوڳين جو ڪهڙو ٺڪاڻو؟ اڏامندڙ پکين جيان ڪڏهن هن ٽاريءَ تي، ته ڪڏهن هن ٽاريءَ تي."

"ٺيڪ ٺيڪ ٻڌاءِ ڪٿي هئين؟" منير احمد پڇيو.

"جواب ڏيڻ ضروري آهي؟"

"نه، اسان جي روم جو دستور آهي. نه اسان پنهنجا راز هڪٻئي کان لڪائيندا ناهيون." سنجي چيو، "مثلن مان اسڪول ٽيچر نيلا سان عشق ڪندو آهيان. هن جي هر ڪنهن کي ڄاڻ آهي. ساڳي ريت منير

مس دائي مائل ڪرڻ سان آرام ڪندو آهي. تنهنجي
رومانس کان به ڀرڪو واقف آهي. تون اسان کان ڇا ٿو
لڪائڻ چاهين؟" سنجيه آڌي پڇا ڪندي چيو.

"مون وٽ لڪائڻ لاءِ ته ڪجهه به ڪونهي. بس
رات جو ستسنگ لي ويندو هوس، ان ڪري اچي نه سگهيس."

"پر توتي جيڪڏهين اهو الزام هڻون ته تون ستسنگ
بدران ڪالهه رات غلط گهٽين ۾ گهمي رهيو هئين ته،
ان جي صفائي ۾ توکي ڇا چوڻو آهي؟"

سوامي چيو، "پڇا پاڻ انهن ڳالهين کان مٿي آهيون.
نيمت نيمت جو قير آهي. جوڳين وٽ ڪهڙي ڪامنا؟
مون ته ڪام کي هميشه لاءِ پرڪ لڳائي ڇڏي آهي."

"پر آئينده جيڪڏهين رات جو روم ۾ان کم رهڻ
جو ويچار هجيئي ته اسان کي اطلاع ضرور ڪندو ڪر."
مهير چيو.

"نه ڪريان ته؟"

"اسان تنهنجي چرتر ۾ شڪ آڻينداسين."

"چرتر جي پرڀاشا ڇا آهي؟" سوامي پڇيو، "توهان
چرتر ڇاکي ٿا چئو؟ عورت جي ڪمپني کي ڪٿي؟"

"ڏس اجايو بحث نه ڪر!" مهير احمد چيو، "تون
سنسار تياڳي چڪو آهين. بنيادي ڳالهه ته اها آهي ته
توکي دنيا کان دور جهنگل ۾ نواس ڪرڻ گهرجي. ٻيو
جيڪڏهين تون خود کي سنياسي سڏائي ٿو دنيا ۾ ٿو

رهڻ چاهين ٿا. ٻيو اسان کي ڪو اعتراض ڪونهي. پر جڏهن تـون اسان سان روم شيئر نٿو ڪرين. تـه توکي پنهنجا ايڪسپرينس ۽ شيئر ڪرڻا پوندا."

سوامي چيو، "سمرتين کي پڙهڻ مان ڪو سک پرايت نٿو ٿئي. سمرتين ۾ جيئڻ دک کي نيندي ڏيڻ برابر آهي. جيڪو ڪجهه 'ٿئي' ٿو. اهو ان پل ناس ٿي وڃي ٿو. دائمي ڪجهه به ڪونهي. گذريل پلن کي جيئاري رکڻ ۾ ئي دک آهي. ان ڪري سک چاهيو ٿا ته سمرتين کان ڪنارو ڪريو. ان ۾ ئي جيون جو راز سمايل آهي. مان گذريل پل ۾ ڇا هئس، اهو اهميت ڀريو ڪونهي ۽ هن پل ۾ ڇا آهيان. اهو اهم آهي."

منير احمد سوامي کان پڇيو، "سمرتيون ۽ اتهاس تي ته انسان جي وڪاس جون ڏاڪڻيون آهن. انهن تـي وڪاس پائي انسان اڄ جي ڪڙي تي پهتو آهي. ماضي کي رجيڪٽ ڪرڻ سان 'هيئر' جو وجود ڇا ٿي نڪندو؟ ماضي جڙ آهي ۽ حال وڻ!"

سوامي چيو، "ڏس ڀائي! ماضي اسان ۾ گهڻائي مرض ۽ ڀرم ڦهلايا آهن. جيڪي اسان کي ڪئنسر جي لاعلاج مرض جيان چهٽيل آهن. اسان کي هن گهڙي، هن پل ۾ جيئڻ گهرجي. اهوئي جيئڻ جو سهڄ طريقو آهي."

منير احمد چيو، "تون جڏهن ڌرم ۾ وشواس رکـي سنياسـي بڻيو آهين، اهو ڌرم به ته ماضي جي ڏنـل

لعنت آهي. پوءِ اهو تو ڇو قبوليو آهي؟"

"ڌرم ۽ مذهب جو مسئلو انسان جو خانگي مسئلو آهي. ان ۾ ٻئي جي دست اندازي مون کي ناگوار لڳندي." سوامي چيو.

مهير چيو، "ڌرم جو وشواس خانگي معلوم ڪنهن کان پڙهيو؟ ڌرم جي ناءَ ۾ ٻوڙن سماجن ۽ قومن کي وڪوڙيل آهي. اڄ قومن جو آڌار ئي ته مذهب تي ٻڌل آهي؟"

ٿوري لحظي ۾ سوامي چيو، "ڏس دوست تون ڌرم کان راڄنيتي لاءِ لهي آيو آهين. مان سنياسي آهيان. ان لاءِ مون وٽ مذهبن کي ڪارڻ آهن. مذهبي ماڻهيءَ ۾ ضرور ڪي اهڙيون کهڻدائون ٿيون هونديون. جن مذهبي دل هن دنيا مان ڪٽي ڪري ڇڏي هوندي. پر ڇاڪاڻ ته ڌرم ۾ دنيا جي پوروچوٽ درشن لاءِ سنياس ئي آهي. ان ڪري مون سنياس قبوليو آهي. پر مان چوان ٿو مان سنياسي به ته ناهيان."

"ته تون ڪير آهين؟" سنجيه پڇيو.

"توهان جيان ئي انسان، بس انسان. ڇا ايترو ڪافي ناهي؟"

"ته هي سنياسي جو ويس ڇا لاءِ؟"

"توهان پينٽ ۽ شرٽ ڇو پائيندا آهيو؟"

"ڇاڪاڻ ته اسان ان ۾ هريل آهيون."

”بس مان ته هن وقت ٻين هوٽل آهيان. اهو ڇا ڪافي ڪونهي؟“

”پر تون ڪو ڪم ڪار ته نٿو ڪرين؟“

”ڇو ڪريان؟ پيءُ ڏنل وارو وڏو آهي. ٻيو مان ڪم ڇو ڪريان؟ اجگر ڪري نه چاڪري، پڇي ڪري نه ڪام. داس ملوڪا ڪون ڪهي، سڀ ڪي داتا رام.“

”اها ته فراغت جي فيلسوفي آهي. جيڪا گيتا جي فيلسوفي جي ته ورڌ آهي. گيتا ۾ ڪرم تي زور ڏنل آهي؟“

هٿ مٿي پرارٿنا جي انداز ۾ کڻندي چيائين، ”پرڀو سمرڻ به ته ڪرم آهي.“

منير احمد چيو، ”ڪجهه به چئو سوامي! پر اڃا تو پنهنجي زندگي جي چوطرف راز جي اهڙي چادر اوڙهي آهي. جو تون محض مسٽري ڪتابن جي ڪردارن جيان ٿو لڳين، رازدار ۽ ڪوهيڙي ۾ اڪيل.“

سوامي چيو، ”لڳي ٿو، اڄ بحث لاءِ وقت فقط مان ئي آهيان. پر مون کي اهڙي اهميت ڇو ٿا ڏيو؟ مان ڇا ڪڏهن توهان جي خانگي معاملن ۾ دست اندازي ڪئي آهي؟“

”خير، تون اسان سان پنهنجو راز سلجهڻ نٿو چاهين ته نه سهي! اسان جو ڪو هرو ڀرو ان ۾ چاهه ڪونهي.“ پوءِ ولسن ڏانهن مخاطب ٿي چيائين، ”ولسن هڪ وداعي

ڪيس ٻڌاءِ.“

”ها اڄ تہ ڳانڍاپي جي موڊ ۾ بالڪل ڪونهيان.“

”هاڻ تہ منهنجا اهي نخرا شروع ٿيا. خود ڪنهن کي وڏو ڪاٺڪ ٿو سمجهين؟ ڇو...“ سنجيءَ چيو.

”اڄ ڳلو بہ خراب آهي.“

”سوامي ڪجهہ وسڪي پيل هجيو تہ رتن کي ٻڌرس تہ ڳلو لائين تي اچيس.“

”وسڪي پيئندا ڪٿي آهيو؟“

”ٻمٽ جي ٻور ٻٽ ڪانپوره گالو تہ هجي. اهو پروگرام جي اصول جي خلاف آهي.“ سنجيءَ چيو.

رتن چيو، ”چاچي لکيو آهي. سولاءِ چند جهڙي ڪنوار ڳولهي اٿم. اڄ! تہ پيدائي ۾ مون کي ڪجهہ سهاوو ملي. هاڻ توهان سان ڪٿو رهي زندگي جا باقي ٻچيل ڏينهن گهارڻ چاهيان ٿي. هاڻ توهان ٿي ٻڌاٻو تہ شادي بعد تون تن جيون جو ٻاٽ ڪٿان پوجندو؟ مون لاءِ مسئلو آهي.“

”ڏسج ڇوڪري پڙهيل آهي يا نہ؟ تہ بہ هجي تہ، چا ٿيندو؟ ڪيس ڪنهن ڪمڪڙيءَ ۾ نوڪري وٺي ڏج.“

”ها ٻمٽي ۾ جڳهہ؟“

ڪنهن چال ۾ سستي ڀاڙي تي جڳهہ ملي ويندي.

ڪٿان سنجيءَ؟ چال ۾ جڳهہ نہ ملندي؟“

”ڪوشش ڪندو تہ ضرور ملندءِ اس.“

# ٦ —

چوپاٽيءَ تـي ٻڌي مان پڪڙا کائيندي سدجو، چيو،
"ليلو اڄ تون هن شام جيان اداس ڇو آهين؟"
"سدجو!" ليـلا چيو، "ٻڌندي کـي اسانجو ملڻ
پسند ڪونهي."
"تڏهن ته چوي ٿو تنهنجو ٻڌندي."
"پوءِ اسان کي ملڻ بند ڪري ڇڏڻ گهرجي؟"
"ضرور."
"منهنجو ڇا ٿيندو؟"
"جئن تنهنجو ٻنـڌي چوي جئن سڀئي ڌيءَ جيان
ٻڌندي جي ڳولهڻ پر پورل سان مٿراج ڪر. مٿر انڌبس."
"پر مان توکي پيار ڪريان ٿي؟"
"پيار ڪرڻ بند ڪري ڇڏ!"
"ڇا اهو ممڪن آهي؟ ته مان توکي پيار ڪرڻ بند
ڪري ڇڏيان؟"
"فقط دل تي پٿر رکڻو پوندو."
"توکي وسارڻ لاءِ. ائين؟ تون منهنجي جڳهه تـي
هجين ها ته جيڪر اهو نه چوين ها."
"پوءِ تـون سمجهين ٿـي ته مان توکي پيار نٿو
ڪريان. ائين نه؟"

"مون کي منهنجي پيار شڪي بڻايو آهي."

"شڪي ۽ حاسد هجڻ جا عناصر عورت جي سڀاءَ ۾ آهن."

"مان توکي شڪي ٿي لڳان؟"

"توني نه چيو ته تون منهنجي پيار طرف شڪي آهين. يا نه وري تون منهنجي بنديءَ کي ڪنوينس نه ڪري سگهين آهين؟"

"بنديءَ جو چوڻ آهي ته هڪ استري ڪنهن جو گهڻو ڀروسو آهي؟ ۽ مٿان انڪئينگ جي لائين وارو ماٺهو وسواس جوڳا ڪونه ٿيندا آهن."

منهنجي جيڪو واريءَ ۾ آڱر سان 'ماٺ' لکي رهيو هو، سو رڪجي ويو. چيائين، "منهنجو بندي ٺيڪ ٿو چوي"

"ڪٿي نه ڪٿي غلط ٿي رهيو آهي. اها غلطي يا ته منهنجي شخصيت ۾ آهي ۽ منهنجي بنديءَ جي نروج ۾. تون گهٽ ۾ گهٽ هڪ دفعو منهنجي بنديءَ سان ڳالهائي ته ڏس."

"دان گهرڻ منهنجي سڀاءَ جي خلاف آهي. مون جيڪا چيز حاصل ڪرڻي هوندي آهي. سا مان کٽي ته حاصل ڪندو آهيان. پوءِ چاهي ان لاءِ زوري ڇونه ڪرڻي پوندم."

"تون ڪهڙي زوري ڪندان؟"

”مان توکي ٻڌائي وٺي ھلندس. ڪٿڻيءَ ۾. ۽ تنھنجو
ٻنڌي ھٿ مھنڊو رھجي ويندو. ڇا سمجھئين؟”
”پر ...”
”ھاڻ تون فيصلو ڪر! چونڊ لاءِ تون آزاد آھين. يا
مان يا تنھنجو ٻنڌي؟”
”ٿس سڀڳو! تون مون کي آڪورڊ پوزيشن ۾ ڦاسو
وجھين. مان ڇا ڪريان؟”
”تون مون کان آزاد آھين. جيڪڏھن تون مون کي
پيار نٿي ڪرين ته؟”
”جيڪڏھين مان پيار ڪريان ٿي ته ڇا مان
آزاد ناھيان؟”
”مان پيار ۾ ڪنھن به ٻنڌن کي سوگهو ڪرڻ لاءِ
تيار ناھيان.”
”پوءِ تنھنجي ڏسڪي ڇا لاءِ؟” نيلوءَ پڇيو.
”ٿس نيلو ڊارلنگ! شاديءَ کان وڌيڪ اھم مون
لاءِ ھيٺئر منھنجو ڪيريئر آھي. جيستائين انڪم ٺيڪ
ٺاھان تيستائين شاديءَ لاءِ نه سوچيندس:”
”تو پنھنجي ڪيريئر لاءِ ھيستائين ڇا سوچيو آھي؟
توکي انڪم ٺٺرڻ جي تمنا آھي نه؟ ته تون پونا فلم ۽
ٽيليويزن انسٽيٽيوٽ ۾ داخل ڇو نٿو ٿين؟”
”ماءِ ڊيئر نيلو! مان ڀاڙن انڪم آھيان. پونا فلم
انسٽيٽيوٽ مان ٽيڪ گھرجي نڪرن ٿا. جتي ڊائريڪٽري

مان واندڪا. ڊي آر ٽولس، ٻٽ نامت انڪٽوس."

"جيڪاپادوري ۽ شٽوڪن سنڌيا لاءِ ڇا ٽو چوين؟ اهي
ٻه ڇا ٽولس آهن؟"

"نه!" سنڌيءَ چيو، "بنا شڪ جي اهي انڪٽو
آهن. اهي جيڪڏهين انڊسٽري، ۾ آهن نه فقط ٻنهنجي
ٽئليمنٽ جي آڌار تي."

"پر تو اڃا ڏاڍين اهڙو ڪو اهڙمت نه ورتو آهي. جو
تون فلم انڊسٽري ۾ داخل ٿي سگهين؟"

"ٽس نه، ڏيٺو مان رام ڏيال ۽ بي - ڪي - آدرش
وٽ اسڪرين ٽيسٽ ۽ انٽرويو ڏئي آيو آهيان. مون
کي سو سيڪڙو اميد آهي ته مان ضرور سلڪيٽ ٿيندس."

"اهڙيون اسڪرين ٽيسٽون ته تو هن کان اڳ به
ڏنيون آهن؟ انهن مان ڇا ورتو آهي؟ ڪهڙو هيرو
ٻڻجي ويو آهين؟"

"ڪڏهن نه، قسمت ساٿ ڏيندي؟ ۽ هاڻ ڏسج
منهنجو سنڌيءَ ڪيئن اسٽار ٻڻجي چمڪي ٿو."

"هلون؟ هاڻ دير به ٿي چڪي آهي. سنڌيا به لهي
ٿي آهي. ٻئي منهنجو انتظار ڪندو هوندو."

"هاڻ وري ڪڏهن گڏجنداسين؟"

"جڏهن تون ياد ڪندين؟"

"مان ته هردم توکي ياد ڪندو آهيان."

"ڪوڙو!"

”ڇو مان ڪوڙ ٿو ڳالهايان؟“

”ياد ڪندو هجين ها ته ٽيون ڏينهن اڳين ها. ڪم جو بهانو نه ڪرين ها. پر مون کان وڌيڪ توکي ڪم پيارو آهي؟“

ڪم ڪندي به مان توکي ياد ڪندو رهندو آهيان.“

”اهو ته تون مون کي خوش ڪرڻ لاءِ ٿو چوين.“

”توکي اعتبار ڪونهي؟“

”اعتبار ته آهي. پر ڪڏهن تنهنجو وهنوار سمجهڻ کان ٻاهر آهي.“

”سو تون منهنجي سڀاءَ کان واقف آهين ٿي.“

”بس اسٽاپ تي بيٺي قطار ۾ بيهندي نيلوءَ چيو،

”تون ڀلي وڃ. ڪو سڃاڻپ وارو نه ملي وڃي.“

”ملندو ته ڇا ڪندو؟“

”ڊيڊيءَ سان شڪايت.“

”مان ان شرط تي هتان هٽندس. جو تون...“

”مان ڇا؟“

”واندڪي وقت ڇا ڪندي آهين؟“

”فلائنگ ڪس.“

”پوءِ دير ڇاجي آهي؟“

”تون وڏو بيشرم آهين. اڄ بس، آءٌ هيمت ٿو هار ڏيس.“

”ته ته مان نه هٽندس.“

”پر هيڏن ماڻهن وچ ۾. ڪجهه شرم ڪر.“

"مان نه ويندس."

"پر ماڻهو..."

"بمبئي ۾ ماڻهو ايترو ته مشغول آهن. جو کين ٻين جي معاملن جو ڪو چاهه ڪونهي."

نيلو ڦلاٽيڪ ڪس ڪئي.

سنجيه دهرايو، "آه هيئت پر." ۽ دل ۾ چيائين، "آه لو ٻو..."

سنجيه پوءِ ڪندو هو گهڙي نيلوءَ ڏانهن نهاريندي چوني روڊ طرف وڃڻ لڳو. نيلو کيس پريان ۽ پريان ويندو ڏسندي رهي. اس اچڻ جو انتظار ڪندي رهي. ٻوليءَ کي سنجيه لاءِ ڪئين مهڙان؟

## ٧—

اڄ ولن کي سڀ اندور جي گاڏيءَ ۾ وهاري وداع ڪري آيا. گاڏي چڙهندي ٿي سڀني رومال لوڏايا هئا. پليٽفارم وچ ڳالهين ولن پاڻهن لوڏيندو رهيو.

وداع ٿيندي ولن چيو هو، "آئندي مان ايندس. وري ايندس. مهنجو پلنگ ڪنهن ٻئي کي پاڙي ٿي نه ڏج."

"ماءُ ٻڌو سوامت چانديلا. مان تهنجو انتظار ڪندس."

ٻيهر رتن جو ڳل چمندي چيو، "ڪنوار کي وٺي هتي
اچج. ضرور اچج."

ڪونگي ۽ ٻوڙي ڪانتيءَ سلامت لاءِ لکيو، "مون
کي تنهنجا ٻئي چڪاڻا آهن."

"ٻونٽ وري." رتن دلاسو ڏيندي ڪانتيءَ کي
چيو، "ٻئي ڇا ڳيندا آهن دنيا ۾؟"

سواميءَ چيو، "جيڪو آيو آهي، تنهن کي هڪ نه
هڪ ڏينهن وڃڻو ضرور آهي. اهو سرشٽيءَ جو نيم آهي.
هيءَ دنيا ته لاج جي روم جيان آهي. جنهن ۾ آياسين.
ڪجهه وقت رهياسين. هڪ ڏينهن هر ڪنهن
کي هتان هلڻو وڃڻو آهي. ان لاءِ غم ڇاجو؟ شوڪ ڇاجو؟"

"سوامي داورن ٻئي ڪانپوءِ تون فلاسافي سٺي نـر
ڳالهائـي سگهين. توکي ياد آهي ته ڪمرو ڇڏڻ وقت
رتن جي اکين ۾ آنسو هئا؟"

"آنسو ۽ خوشي جيون جا نيم آهن. ان نيم جـي
ورڌ وڃڻ وارا اسين ڪير ٿيندا آهيون؟"

"رتن هو ٻـاروٻس. دوستن لـاءِ جان قربان ڪندو
هو." منير احمد چيو.

"ٻر توهان هي ماٺمي ڇهرا ڇو ٻڌايا آهن؟ آخر ته ته
هوءَ شادي ڪرڻ ويو آهي. هيءَ دنيا ته ڪونه ڇڏي
اٿس؟" سڌيءَ چيو.

ڪونگي ۽ ٻوڙي ڪانتيءَ جـي اکين ۾ آنسو هئا.

سندس هن طرف وڌي ويو. "دل وڏي ڪر دوست.
ولن جلد موٽندو"

ڪانتي محسوس ڪيو ته سندس ڪس دلداري ڏيڻي رهيو آهي. ان ڪري انهائين اوچنگارن ۾ اچي پيو.

"توهان ٻه ٻار عجيب آهيو." سندس ڪانتيءَ کي چيو. ۽ پوءِ دل ۾ چيائين، مان ته ڪيترو نه احمق آهيان. ڪانتي مون کي ٻڌي ٿورائي سکيندو هوندو؟"

سائيت ڪٺي هڪ ڪارڊون ڏاهيائين. جن ۾ ٻه آڪار هئا. هڪ گهوٽ جو ۽ هڪ ڪنوار جو ۽ هيٺان لکيائين ولن جي شادي.

ڪانتيءَ پڙهيو. هن جون اوچنگارون ڏوٻجي ويئون. ۽ هوءَ ٽهڪڙن ۾ اچي پيو. گهڙي روئڻ ۽ گهڙي کلڻ لڳو.

آنٽيءَ چيو، "مان ڄاڻان ٿي ته ولن لاءِ هي غم جو آهي؟ توهان سڀ مطلب پرست آهيو. توهان کي هر مهيني اوڌرون ڏيندو هو نه؟ توهان لاءِ پيٽ تي پٿرون ٻڌي توهان لاءِ جان ڇڏيندو هو. ۽ توهان ته ايترا ڪميڻا آهيو جو هميشہ هوءَ شادي ڪرڻ تي ويو ته به، توهان هن اوڌر واپس موٽائي نه ڏني. مان ولن جي جاءِ تي هجان ها ته ٻاٽي توهان کان ڇڪائي واپس وٺان ها. هوءَ ويچارو توهان لاءِ سور پيڪ ٿي ويو مان جيڪر توهان هڪ کي ٺيڪ ڪريان ها."

منير احمد چيو، "هٽلر آنٽي اسان لعهڻجو اوڪر

ٻڌي ٻڌي ٻوڙ ٿيا آهيون. سا ٺوڪي خبر آهي؟“

آنٽيءَ چڙ مان چيو، ”هان سچ ٿي چوان. ان ڪري ٻوڙ ٿي ڪريان. سڀاڻي رهڻ لوهان وانگر ٻڌڻ ڪريان ها ته جيڪر ٻوڙ نه ٿيو ها.“

سواميءَ آنٽيءَ کي خوش ڪرڻ لاءِ چيو، ”آنٽي اڄ تو مٺن لمام ٽيسٽي ڏاهيو هو.“

”اهو مسڪو ڇا لاءِ آهي؟“ آنٽيءَ اکيون ڪيندي چيو.

”سچ ٿو چوان ته ٺوڪي ٻرو ٿو لڳي، آنٽي. ڇا ٺهڊهي ڪاڌي جي ساراهه به نه ڪرڻ گهرجي؟“

”ضرور ڪرڻ گهرجي. پر مسڪو هڻڻ اجايو آهي.“ چوندي آنٽي هلي وئي.

سواميءَ چيو، ”آنٽي ته اصل ڦٽاڪو آهي.“

”ڦٽاڪو ناهي. انٽم بم آهي.“

”اصل ڪارائيءَ وانگر چيري ويهي ٿي ڇڏي.“ محمد احمد چيو.

سڄڻ مهين لڪائي چيو، ”هن مهانگائيءَ جي زماني ۾ ولن جي شادي ڪرڻ وارو ڦسندڙ ڪيتري قدر جائز آهي؟“

سواميءَ چيو، ”تو وانگر ٻڍڪاڻن کي آسري ۾ ته نٿو وڪي نه؟“

”اسانجون حالتون نيارون آهن. اسانجو ٿيندو ئي اهو تو مترلاڄ هوندو. اڄ جي جيٽ ايج ۾ اولاد متراڄ

۽ وقت کي پٺيان ڌڪو ڏيڻ برابر آهي.”

”هي زندگيءَ جا ڪي ملهه ۽ اصول آهن. جيڪي مڃڻي
۽ نڀائڻي پوي. جڏهن شادي جي سمسيا.” سوڀيءَ چيو.

”شادي جي سمسيا خود ۾ اڻحل چاهي ٿي.”

”ان لاءِ توهان وٽ ڪهڙا الٽرنيٽو آهي؟
سوڀيءَ پڇيو.

”آهي. ڇو نه آهي؟ مرد ۽ عورت بنا شاديءَ جي
۽ رهي سگهن ٿا. دوست ٿي.” منير احمد چيو.

”ڀلا؟” سوڀيءَ سوال ڪيو.

”ڀلا....” منير احمد چيو، ”ان باري ۾ توهان سوچيو
ئي ڪونهي.”

”ڀلا ان کي ٻيءَ جو نالو ڪهڙو ڏيو. ۽ اهو ٻار سماج ۾
حرام جو ٻار ليکجڻ ۾ ايندو.”

”ڇو ان ۾ نيڪ ٿو. ٻڌ...”

”هي ڇا؟ شادي سمسيا جي وراثت ٿو وٽ ڪهڙو
حل آهي؟ توهان کي ٻڌاءِ!” سوڀيءَ پڇيو.

منير احمد چيو، ”جيڪڏهن ٻار نه هجن ته؟”

سوڀيءَ چيو، ”سماج جو وڪاس بند ٿي ويندو.”

منير پڇيو، ”انسان کي صدين تائين جيئاري رکڻ
ڪان ڇا ورڻو آهي؟ سرشٽيءَ جو سلسلو ڪڏهن ته ختم
آهي ئي نه؟ پوءِ اهو هاڻ ئي ڇو نه ٿئي؟”

”پوءِ هن ڌرتيءَ تي انسان ذات جو نالو نشان ۽

